منهنجا پير ڪوڙا ٿي ويا. ۽ مٿي وڃڻ بدران هيٺ لهي آيس. خبر ناهي دل ۾ ڇا ٿيو. مان غسلخاني ۾ وڃي سچي دل سان دعا گهري ته بابي کي منهنجي چوري جي ڄاڻ نه پوي. دعا گهرڻ کان پوءِ منهنجي دل جو بار هلڪو ٿيو. ان ڪري مان مٿي هليو ويس.

خدا منهنجي دعا قبول ڪئي. سردار دوهاسنگهه جي دڪان اڃا قائم آهي پر اڃا تائين بابي سان چوري جو ذڪر نه ڪيو اٿس. غسل خانو اتان کان منهنجي زندگيءَ ۾ داخل ٿيو.

هڪ دفعو ٻهر اهڙي ڳالهه وري ٿي. مان مزي خاطر بازار ۾ پهريون دفعو سگريٽ پيئندو ٿي ويس ته بابي جي دوست ڏسي ورتو. ان ڪاوڙ وچان سگريٽ کي اڇلائي ڇڏيو ۽ چيائين، "تون ڏاڍو آواره ٿي ويو آهين توکي وڏن جو خيال ڪونهي. تنهنجي بابي کي چئي اڄ ئي توکي مار ڪڍرايان ٿو."

ڏاڙهون جي چوريءَ جي بنسبت سگريٽ پيڻ اڃا به خطرناڪ هيو. منهنجو بابو خود سگريٽ پيئندو هو پر پنهنجي اولاد لاءِ الهي کي سختي سان منع ڪئي هئي. هڪ ڏينهن منهنجي ڀاءُ جي کيسي مان سگريٽن جو پاڪيٽ نڪتو هو ته هن کي هڪ ٿڦڙ وهائيندي ڇهو هڻائين.

"جيڪڏهن مان ٻيهر توکي سگريٽ ڏنو ته توکي ان ڏينهن گهر مان ڪڍي ڇڏيندس."

منهنجو پيءُ سمجهي ويو هو ۽ هر روز هو هڪ سگريٽ آڻيندو هو ۽ لڪي لڪي پيئندو هو.

مان پنهنجي پيءُ کان ٽي سال ننڍو آهيان، ظاهر آ جيڪڏهن منهنجو سگريٽ پيئڻ اهو به کلي بازار ۾ بابو ڪنهن به نموني برداشت نه ڪري ها. منهنجي پيءُ ٿقلين ڪي ته بابي صرف ڌمڪي ڏني هئي پر مون کي ته يقينن گهر کان ڪڍي ڇڏي ها.

گهر ۾ گهرڻ کان اڳ ۾ غسل خاني ۾ دل سان دعا گهري ته اي رب منهنجي پيءُ کي منهنجي سگريٽ پيئڻ جي چاڻ نه ٿئي. دعا گهرڻ کان پوءِ منهنجي دل مان خوف گهٽيو ۽ مٿي هلڻو ويس.

اوهان چوندا ته هرويرو غسل خاني ۾ وڃي دعا ڇو گهرجي پيا هئڻ به آهن. بابي کي چاڻ نه پئي ڇاڪاڻ جو بابي جو دوست انهي ڏي شام جو ڪلڪتي هليو ويو. جتي هو مستقل رهي پيو.

غسل خاني تي اچا پختو يقين ان لاءِ ٿيو جو مان ڏهين درجي ۾ دعا گهري ۽ قبول پئي. ميٽرڪ جو پيپر هو. مان غسل خاني ۾ وڃي سڄو ڪتاب ڦاڙي ٽڪرا رکيو ۽ دعا گهري ته ڪنهن مٿان بيٺل استاد

جي نظر نه پوي ۽ مان ڪاڻي ڇڳي ٽولي ڪري وٺان ۽ ٽيو به اُهن.

هڪ دفعو نه ڪيئي دفعا اُهن ٿيو غسلخاني ۾ گهربل هر دعا قبول پئي. منهنجي پياءُ کي اها خبر هئي پر اهو اهي ڳالهيون فالتو سمجهندو هو. ڇا به ٿي پئي منهنجو تجربو آهي ته غسلخاني ۾ گهربل دعا قبول پئي. مان ٻين هنڌن تي به دعا گهري ڪٿي به قبول نه پئي. اُهن ڇو ٿيو ان جو ڪهڙو جواب ڏئي.

چند سال اڳ جو هڪ دلچسپ واقعو اوهان کي ٻڌايان ٿو. منهنجي چاچي جي شادي هئي. ان واسطي هو سينگاپور کان آيو هو. هن جو گهر ۽ اسان جو گهر گڏوگڏ هئا. ان ڪري جيڪا رونق هن جي گهر ۾ هئي سا اسان جي گهر ۾ به هئي. بلڪ اسان جي گهر ۾ رونق هئي، ڇو جو ڇوڪري وارا اسان جي گهر ۾ ترسيل هئا. اڌ رات جو دهلن جو آوازگونجندو هو. ٿيندڙ ڪنوار سان ڇيڙڇاڙ، تيل، مهندي، هارنجون ٻڌيون- ڪنوارين ڇوڪرين جون مستيون، سهندلن جا آواز- مطلب ته هر وقت هڪ هنگامو مچيل هو.

جڏهن اهڙا هنگاما ٿيندا ته ان وقت ڇوڪرين کي تنگ ڪرڻ ۾ مزو ايندو آهي. يا ڪٿي اُهن ڇئو ته ڇوڪرين کي تنگ ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي. اسان جو هڪ مائٽ هيو. ان جي ڇوڪري مون کي ڏاڍو

پسند هئي. جيڪا اڳ به ٻي دفعا اچي چڪي هئي.
هن کي هٿ لائيو ته ڪل جا ڦهارا نڪري ويندا هيس
هن جي ڇپن، اکين جي ڪنارن ، ڪنن جي پاڙن ۽
ڇهري جي هترادو ڪاوڙ هر وقت ڪل لاءِ ڦاٿندا هئا.
مون ان کي تنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڪو هوس.

خدا جو ڪرڻ وري ڏسو، ڏاڪڻ جي ٻتي خراب ٿي وئي. بلب فيوز ٿيو يا خدا ڄاڻي ڇا ٿيو بهرحال سڙو ٿيو. هوءَ هر هر لهي چڙهي پئي چڙهندي مون سان ضرور سامهون ٿئي پئي ۽ مـان اونداهي جو فائدو ورتو ٿي.

۽ پوءِ ڪنهن جي اچڻ جو ڪڙڪو ٿيو — ڪٽ — ڪٽ — ۽ مان هوشيار ٿي ويهي رهيس — بابو هيو. ان پڇيو، "ڪير آ—" مون وراڻيو، "عباس آهيان." هن اونداهي ۾ هڪ زوردار ٽهڪ وهائي ڪڍي ۽ چيو "شرم ڪر هتي اونداهي ۾ ويهي ڇوڪرين سان ڇيڙڇاڙ پيو ڪرين." ثريا هيٺ هيٺ پنهنجي هڪ سهيلي سان تنهنجي حرڪت جو ذڪر ٿي ڪيو. ۽ جي هوءَ پنهنجي ماءُ سان اهو ذڪر ڪري ته خبر اٿئي ڇا ٿيندو؟ "واهيات ڇورا — توکي پنهنجو نه ته پنهنجي وڏن جو خيال ڪرڻ کپي."

۽ ثريا سان تنهنجي وهاڻ جي ڳالهه اڄ ٿي سندس ماءُ مونسان ڪئي آهي. لعنت هجئي."

ڪٽ ــ ڪٽ ــ ڪٽ مٿان ڪنهن جي لٺ جو آواز آيو. بابي ٻيو دفعو ڇماٽ وهائي هليو ويو.

ڪٽ ــ ڪٽ ــ ڪٽ اما ثريا هئي ــ منهنجي ويجهو لنگهندي، مون کي گهوريندي ۽ ڇڙ وچان اهو چوندي هلي وئي ته ”خبردار مون سان وري حرڪت ڪئي اٿئي امان کي وڃي چوندس.“

مان وائڙو حيران ۽ پريشان ٿي ٻيٺو رهيس ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. دماغ تي ڏاڍو زور ڏنم ــ پر سڀ بيڪار ــ ايتري ۾ غسلخاني جو دروازو کليو ثقلين ٻاهر نڪتو ــ مان وائڙو ٿي ويس ــ ”ڀائو تون هتي ڇا پيو ڪرين“

ان وراڻيو، ”دعا پئي گهريم ــ“

”ڇا ڪاڻ ــ“

مرڪندي هن وراڻيو، ”ثريا کي مون تنگ ڪيو هو نه!“

مون اوهان سان ڪو ڪوڙ ٿي ڳالهايو ته ــ هن غسلخاني ۾ جيڪا دعا گهري وڃي سا ضرور قبول پوندي.

سنڌيڪار: عبدالمنان جمالي

# مصري جو ٽڪرو

ڪجهه ڏينهن کان منهنجو روح ۽ منهنجو جسم ٻئي بيمار ٿي پيا هئا. روح ان لاءِ بيمار ٿيو جو مون پنهنجي ماحول جي پوائتي روپ کي ڏٺو. ۽ جسم ان لاءِ ته سردي لڳڻ سبب منهنجا عضوا سٽجي ويا هئا. ڏهن ڏينهن تائين مان پنهنجي ڪمري ۾ اڪيلو پلنگ تي ليٽيو پيو هوس—پلنگ— جي ها! پلنگ ڏسي ان کي ڇتو. ڇتن لڳڻ جو ٺهيل هڪ لوهه جي وڏي چادر. لوهه جي چادر وارو پلنگ. بلڪل. ان مان هڪڙو فائدو اهو به آهي جو منگهڻ ويجهو ڏي نه ايندا.

هي پلنگ مون کي ڀاڙي جي هڪ دوست سليم ڏنو هو. مان ته زمين تي سمهندو هوس پر سليم احمد اهو ڏسي مون کي اهو لوهه وارو پلنگ ڏنو ته مان ڌرتي بدران لوهه جي چادر تي سمهان.

خير ڇڏيو انهن فضول ڳالهين کي. ها ته ڳالهه ٿي ڪم روح ۽ جسم جي جيڪا سخت بيمار ٿي پيا هئا ۽ نه پڇو ته مونسان ڏهن ڏينهن ۾ ڪهڙي حالت ٿي. پاڻ کي ڌرتي ۽ آسمان جي وچ ۾ لٽڪيل سمجهيم.

ڏهن ڏينهن جي ان حالت گذرڻ کان پوءِ منهنجي حالت ٺيڪ ٿي ويئي. ڏهه ٿيا هئا. آس سامهون ڪارخاني

جي بانڊ ڇوڻيءَ سان مليل ڪمري ۾ پکڙجي وئي هئي. مان لوهي پلنگ تان اٿيس. آرس ڀڃڻ ۽ جسم ۾ طاقت پيدا ڪرڻ جي جاکوڙ ڪيم. ڪمري تي نظر پوندي ئي دنگ رهجي ويس. ڪمرو بلڪل بدليل لڳو. اکين تي اعتبار نه آيو. ٻيهر غور ڪري ڏٺم. سڄي ڇت تي ڊريسنگ پيل هئي. پر اڄ هن جي پالش چمڪي رهي هئي. ڪمري جي وچ تي پيل ٽيبل به اڄ مون کي وڏي ـ ذادي پئي جرڪي. ڀت تي پنج ڇهه تصويرون لڳل هيون، جيڪي مون ٻهرين ڪونه ڏٺيون هيون.

انهن تصويرن مان هڪ تي منهنجي نظر ٽڪ ٿي وئي. ويجهي کان ڪيس ڏٺم. جديد فوٽوگرافي کي داد ڏيڻو پيو. هڪ خوبصورت ۽ جوان ڇوڪريءَ جي تصوير هئي. وار ڪٽيل جيڪي ڪنن مٿان اڏاميا ٿي. ڇاتي سامهون کان ٿورو اگهاڙي. ان اگهاڙپ کي سندس جلڪندڙ ڀوريون ٻانهون لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون. سنهڙيون سنهڙيون آڱريون جنهن مان جهاتي پائيندڙ چهرو، جنهن مان حيا ڇلڪيو ٿي.

مان دير تائين ان تصوير کي گهوريندو رهيس. پوءِ ٿي ٿڪي پيو. مان وائڙو هيس ته هي تصوير ڪٿان آئي. ان وائڙائپ ۾ ئي مان غسلخاني ويس. ڪمري جي ڇوٽيءَ ڪنڊ ۾ ٽنگيل هئان هڪ سر رکيل هئي هن جڳهه تي هڪ جسٽ جي ٻالٽي، صابڻ داني، ڏندن جو

برش، ڏاڙهي لاهڻ جو سامان، صابڻ جون ٻه چڪيون پائوڊر جي دٻي، ۽ پنج ڇهه ڪٽ لڳل بليڊ. هـــي هو اسان جو غسلخانو، نذير صاحب جنهن جو هي ڪمرو هو. صبح جو سوير اٿي وهنجهندو هـو ۽ مان ستل هوندو هوس ۽ دير سان وهنجندو هوس.

غسلخاني ڏي ويندي مون ٻيهر هڪ نظر ڪمري کي ڏنو. هاڻي ڪجهه ڪجهه ان ڪمري ۾ پنهنجائپ نظر آئي. سامان جيئن هيو تيئن پيو هو.

هڪ هنڌ ويهي مون جڏهن ڏندن هڻڻ شروع ڪيو ته سوچيم ته ڪمرو اهوئي آهي جنهن ۾ هڪ سو ويهه راتيون گذاريون اٿم – ۽ پوءِ منهنجي سمجهه ۾ سڀ ڪجهه اچي ويو ته ڪمري ۾ پنهنجائپ جو نه ٿو محسوس ڪريان اهو ان ڪري جو اڃا ان ڪمري ۾ فقط هڪ سو ويهه ڏينهن گذاريا اٿم. صبح جو نڪرندو هـوم ته دير تائين رات جو ورندو هوم – پوءِ ڀلا ڪيئن ڪمري جون شيون سڃاڻپ ۾ اچن ۽ وڏي ڳالهه ته نـه هي ڪمرو منهنجو آهي ۽ نه وري ان ۾ رکيل شيون. ۽ اهو به ته سچ آهي ته وڏا شهر انسانيت جـا قبرستان هوندا آهن.

مـــان جنهن ماحول ۾ جيون گهاريان پيو. ان ۾ يڪسانيت آهي ان ڪري ئي دل گهبرائجي پئي وڃي. دل گهبريو ته هي شهر ڇڏي ڪٿي ويرانـــي ۾ هليو

وچان، صبح جو سوير اٿي وهنجڻ ۽ آفيس پهچي شام
پنا ڪارا ڪرڻ، اتان واندو ٿي هڪ ٻي آفيس ۾ پنج
ڇهه ڪلاڪ اهو ئي بور ڪندڙ ڪم. ۽ رات جا
ٻارهن وڳي، اوندهيءَ ۾ ئي ڪپڙا لاهي، لوهي پلنگ
تي سمهڻ! ڇا اها زندگيءَ آ.

زندگي ڇاهي؟— اهو سوال منهنجي سمجهه ۾ نٿو
اچي. مان سمجهان ٿو زندگي هڪ ننڍڙو جوراب آهي.
جنهن جي ڌاڳي جي هڪ پاسو اسان جي هٿ ۾ ڏنو
ويو آهي ۽ پوءِ اسين انهن ڌاڳن کي اکيليندا رهندا
آهيون ۽ جڏهن ڌاڳي جو ٻيو پاسو هٿ ۾ ايندو آهي
ته اهو طلسم جنهن کي (زندگيءَ) چئبو آهي، ٽٽي
پوندو آهي.

جڏهن زندگيءَ جا لمحا ڪتبا نظر اچن ۽ ذهن
جي تختي تي ڪجهه يادگار ڇڏيندا رهن ته سمجهو انسان
زنده آهي ۽ مهينا گذرڻ ڪوبه خيال نه اچي ته سمجهو
زندگي ختم ٿي وئي آهي. زندگيءَ جي ڪتاب ۾
جيڪي ذهن لڳاتار خالي پنا ئي هجن ته ڪيڏو رنج ٿيندو
هن کي ان باري ۾ ڪجهه ٿي پا نه پر مون کي اهو
احساس ضرور ٿيندو آهي زندگي جي خالي ڪاپي اسان
کي ان لاءِ ته ڏني وئي آهي ته اسين ان جي هرخالي
پني کي استعمال ڪريون. پر ڏک جهڙي ڳالهه آهي
ته مون کي ڪا ڳالهه ئي نظر نٿي اچي جو ڪاپيءَ

جي ٻنن ٽي لکان- سواءِ ٻن ٽن ٻنن جي، جنهن ۾ منهنجون ٻادون آهن. اهي مونکي ڪيڏا نه پيارا آهن. جي اهي اوهين ڦاڙي ڇڏيو ته منهنجي حياتي ڪنڌ ٻڌجي ويندي". اوهين يقين ڪريو منهنجي ماضيءَ جون قبرون ايڏيون حسين آهن جو مان هروقت انهن مٿان مٿيءَ جو لوهو ڪندو رهندو آهيان.

منهنجي آڏو هڪ ڀت تي هڪ پراڻو ڪئلينڊر لٽڪي رهيو آهي، جنهن جي ميري ڪاغذ تي بانس جي ٻڪهن وڻن جي تصوير آهي. مان ان کي ڪيتري عرصي کان گهوريندو اچان. ان پليان پري تمام پري. مونکي پنهنجي وچاهل زندگيءَ جو اولڙو نظر ايندو آهي.

مان هڪ ڀاڙي تي وڻن جي ڇانو ۾ ويٺو آهيان- ڀيڪو اڻ ڇاڻ ٻڌجي ڪوڏا ڪوڙي، پنهنجو مٿو منهنجي ويجهو آڻيندي چوي ٿو، ”اوهان مڃيو ڏي ٽٽا- جاڻي ٻاڻي- مان ڪراڙي تي ويٺي آهيان- جي اڇا يقين ته اڇي ته هي مٿي جا وار ڏس جيڪي اڇا ٿي ويا آهن.

ڇوڏهن سال ڀراڙيءَ جي ماحول پاڻ ۾ ڇوڪري مونکي چئي رهي هئي ته مان پوڙهي ٿي وئي آهيان. خبر ناهيءَ ڇو ان ڳالهه تي زور ڏئي رهي هئي. ان کان اڳ، هوءَ ڪيترائين دفعا اهين مون کي چئي چڪي هئي. منهنجو خيال آهي ته جوان مائهن کي پيڙهي جي

دائري ۾ داخل ٿيڻ جو شوق ھوندو آھي. اھو مان ان لاءِ چوان ٿو جو مونکي به ڪيترا دفعا اھو خيال آيو آھي. مان ان جي خشڪ مگر نرم وارن کي آڱرين ڦيرڻ لڳس، ”تون ڪڏھن به پوڙھي ٿي نٿي سگھين.

ھن پنھنجو متو مٿي ڪڍي چيو، ”ڇو مان پوڙھي ڇو نٿي ٿي سگھان؟“

”ان لاءِ جو تو ۾ پرواري سڀني وڻن، پھاڙن ۽ وھندڙ ندين جي سچي جواني سمويل آھي.“

ھن وڌيڪ ويجھو ايندي چيو. ”خبر ناھي، اوھين ڪھڙي قسم جون ڳالھيون ڪندا آھيو. مون کي ڪا سمجھه ۾ نٿي اچي، وڻن ۽ پھاڙن کي پـلا جواني ٿيندي آھي.“

”توکي سمجھه ۾ اچي يا نه اچي پر مون کي جيڪو چوڻو ھو سو چئي ڇڏيو.“

”اوھان سچو ڪيو. پر اوھان منھنجي وارن ۾ ائين ئي ھٿ ڦيرندا رھو، مون کي سرور پيو اچي.“

”ٺيڪ آھي سائين“ اھو چئي مان ھن جي وارن ۾ ھٿ ڦيرڻ لڳس ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيون. ”مونکي ائين لڳو جيئن منھنجا الجھيل خيال ھجن ۽ مان پنھنجي آڱرين سان سلجھائي رھيو ھوس.

دير تائين مان ھن جي وارن ۾ آڱريون ڦيريندو رھيس ۽ ھو ماٺ ڪيو ويٺي رھي، ۽ پوءِ ھن ننڍاڪڙيون

اکڙيون کڻي مون ڏانھن ڏٺو ۽ ننڊ ۾ وھنتل آواز سان چيو ”جيڪڏھن مونکي ننڊ اچي وئي ته؟“

”ته پوءِ مان جاڳندو رھندم.“

ننڍڙا ڪڙي مرڪ ھن جي چپڙن تي وکري وئي ۽ منھنجي آڏو ھوءَ ڌرتيءَ تي ليٽي رھي. ٿوري دير بعد ننڊ ھن کي پنھنجي جھوليءَ ۾ لڪائي ڇڏيو.

ٻيگو سٿل ھئي ۾ سندس جواني جاڳي ٿي. جيئن ساگر ھيٺان گرم لھرون ٻڪنديون رھنديون آھن. اھڙي نموني ھن جي سڀنن گھريل بدن ۾ جواني ڊوڙي رھي ھئي سڄي ھٿ کڻي مٿي ھيٺان ڏئي ٽنگون سوڙھيون ڪري ستي پئي ھئي. ھن جو ھڪ ھٿ مون ڏانھن سريل ھو. مان ھن جي سنھڙن آڱرين جي سھڻائپ کي گھوريو ٿي. ھن جي ھيٺين چپ جي ڪنارن تي ٿورڙي ڏڪڻي آئي. ڪيتري نه سٺي لڳي پئي. ھن جي سيني جي ابار ۾ دل جون ڌڙڪڻن زندگي پيدا ڪري رھيون ھيون. سيني جي ننڍڙي وادي ۾ ٻنھي طرفان جا ابار پاڻ سان ملي ويا ھئا.

منھنجي نگاه ھن جي سيني مٿان ڪسي تي پئي. خدا ڄاڻي ان ۾ ڇا ھو. ٻيگر زوري ان ۾ اھا شيءِ وڌي ھئي. ڇو جل تي لڳو. منھنجي ذھن ۾ اھو خيال جاڳيو ته ڏسان ته ھن جي ڪيسي ۾ ڇا آھي. ۽ ھوريان ڪيسي جي تلاشي وٺڻ جو سوچيم ڏي مس ته ھوءَ ڪا

موڙي جاڳي پئي. هن هوريان هوريان اکيون کوليون ڏٺو پوءِ هن جي چهري تي مرڪ تري آئي.

چوڻ لڳي، ”اوهين ڏاڏا......آهيو؟“

”چو؟—مون ڇا ڪيو آهي؟“

هوءَ اٿي ويٺي. ”مان سچي رهيس ۽ تون مون کي جاڳائڻ جي به تڪليف نه ڪئي. مان جيڪڏهن شام تائين سمهي پوان ها ته؟“ ۽ هن اکيون ڦيرائيندي چيو. ”هاءِ منهنجا رب، مان پنهنجي جان هير کي وساري ويٺي آهيان.“

سامهون پهاڙي کي ساواڻ ۾ وهنتل ڏسي، ڏاڍي اطمينان سان چوڻ لڳي.

”ڪيتري پلي آ منهنجي هير.“

هن کي پنهنجي مينهن جي ڳڻتي هئي، جيڪا اسان جي سامهون پهاڙي تي چري رهي هئي.

مون پڇيو، ”تنهنجي هير ته آهي پر رانجهو ڪٿي آهي؟“

”رانجهو“ هوءَ ٿڙي پئي. اکين اکين ۾ هن کجهه چوڻ چاهيو پر ڪجهه نه چئي سگهي. ۽ ڪاوڙي پئي.

”رانجهو—رانجهو—رانجهو—“ هن ڪيئي دفعا لفظ دهرايا ۽ چوڻ لڳي.

”رانجهو مان ڇا ڄاڻان ڪٿي هوندو.“

مون ورائيو ــ "تنهنجي هڙ جو ڪو نه ڪو نه
رانجهو هوندو مون کان لڪائڻ چاهين ٿي تـه ياي
لڪاءِ."

ان ۾ لڪائڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. بيگو اکيون
مٽڪائيندي چيو "جي چاهن هوندي ته بـه هير کلي
وڃي ان کان پڇ- پر ڪن ۾ پڇجانءِ وچين ته رانجهو
ڪٿي آهي."

"مون ان کان پڇيو آهي-"

"ان ڇا چيو؟"

"ان چيو بيگو کان پڇ- ان کي سڀ ڇاڻ آهي."

"ڪوڙ ــ ڪوڙ ــ پهرين نمبر جي ڪوڙي." بيگو
يارن جيان چال ڏني.

"منهنجي هير شرميلي آ- اها ڳالهه توکي پـلو
ڪيئن ٻڌائيندي. اوهان ڪوڙ پيا ڳالهايو- پري ٿيو-
ڪنواري ڇوڪرين سان اهڙيون ڳالهيون ڪندي اوهان
کي شرم نٿو اچي."

منهنجون نگاهون هن جي اپريل ڪيسي تـي پيهر
پيون. خدا ڄاڻي ان ۾ ڇا هو.

"بابا ــ مون کي بخش ــ تنهنجي هير ڪنواري آ
دنيا جون سڀ مهون ڪنواريون آهن. مـان ڪنوارو
آهيان ۽ تون ڪنواري. پر اهو ٻڌاءِ تـه تنهنجي هـن
ڪنواري ڪيسي ۾ ڇا آهي؟"

ان پنهنجي اپريل ڪيسي ڏانهن ڏٺو ۽ ڏندن ۾ آڱرين وجهي چوڻ لڳي.

"شرم ڪر- منهنجي ڪيسي ۾ منهنجون شيون پيون آهن."

"جي — شيون —"

"ها! ها! شيون- ۽ ها مان توکي ڪڏهن به اهو نه ٻڌائيندس ته هي ڇا آهي- تو ڪڏهن پنهنجي ڇمڙي جي ٿيلهي ۾ پيل شين متعلق ٻڌايو آهي."

"مان هڪ هڪ شي ڏيکارڻ لاءِ تيار آهيان- اچي ڏي وٺ ٿيلهو-" مان ٿيلهو ان جي آڏو رکي ڇڏيو.

"پال ڪولي ڏس سڀ شيون پر ياد رکجان توکي به سڀ شيون ڏيکارڻيون پونديون."

"پهريون مان ٿيلهي جي تلاشي نه وٺان-" ۽ پوءِ هن هڪ هڪ شيءِ ڪري ڏٺي ۽ هڪ هڪ ڪري سڀ شيون ڪيڻ لڳي. هڪ انگريزي ناول، پيڊ، ٻه پياسلون، هڪ رب-ڙ، ڏهه پارنهه لفافا ۽ ڪجهه لکيل ڪاغذ. هي منهنجون شيون هيون.

جڏهن هر شيءِ ٿيلهي جي ڏٺي ته مون کوس چيو ته "هاڻي هيڏي ڪر پنهنجو ڪيسو." هن منهنجي ڳالهه جي ورندي نه ڏني. ٿيلهي ۾ سڀ شيون رکندي چيو "اڇا ڪيسو ڏيکار" ائين چوندي ٿي هن ڪيسي ۾ هٿ وڌو. مان ڪيسو ڪولي بيٺس. هن ڪيسي مان سڀڪجهه

ڪڍي ورتو. هڪ ٽڪو، ننڍڙو چاڪو، چاهيون. هـــن
چاقو کي ڌرتيءَ تي رکندي چيو ”هي مان ڪٿان ٿي
مونکي وڍڻ جي ڪم ۾ ايندو.“

”سڀ ڪجهه ڪرـــ پر مونکي اهو ٻڌاءِ ته تنهنجي
ڪيسي ۾ ڇاهي؟“

”جيڪڏهن مان نه ڏيکاريان ته.“

”ته پوءِـــ جهيڙو ٿيندو.“

”ڀلي ٿئي مان ٻڌان ٿورڙي ٿي.“ اهو چوندي ٿي
هوءَ پنهنجي رڙي ۾ لڪي وئي ۽ ڪيسي مان ڪجهه
ڪڍڻ لڳي. مون زوردار آواز ۾ چيو، ”ڏس اهو ٺيڪ
ناهي تون ڪجهه مونکان لڪائين ٿي.“

”تون يقين ڪر. توکي سڀ ڪجهه ڏيکاريندس“

”ها! ها! مان سمجهان ٿو تنهنجون سڀ چالاڪيون
سڌي نموني سان ڏيکار نه ته مان زوري ڏسي وٺندم“

ٿوري دير کان پوءِ هوءَ اڳتي وڌي چوڻ لڳي.
”ڀلي ڏسو اوهان.“

مان هن جي ڪيسي ۾ هٿ وجهي وارو ئي هئس
جو سندس اپريل مهني کي ڏسي چپ ٿي وئس.

”تون پاڻ ئي سڀ شيون هڪ هڪ ڪري ڪڍي
ڏيکار. ان مان تنهنجي ايمانداريءَ جي خبر پوندي“

”نہ نہ تون ڀاڻ ٺي ڪڍي ڏس۔ پوءِ چوندين تہ ڪجهہ لڪائي ڇڏئي“

توکي مان ڏسان نہ ٿو۔

”جيڪا تنهنجي مرضي“ هن ائين چوندي ٻہ آڱريون کيسي ۾ وجهي هڪ ريشمي ڪپڙي جو ٽڪرو ڪڍيو“

ان تي مون هن کان پڇيو۔ ”هن بيڪار ڪپڙي کي تون ڇو ٿي سنڀاليندي رهين۔“

”مان هن مان رومال ٺاهيندس — پوءِ ڏسجانءِ تون۔“ ۽ هوءَ واري سان هڪ هڪ شيءِ ڪڍي جهولي ۾ رکڻ لڳي۔

”اڇا ڪا شيءِ بچي —“

”جي نہ —“

بيگو ڏس مون سان ڪوڙ نہ ڳالهائي — مون ائين شيءِ ڏٺي ورتي آهي۔ سڌو سنئون مونکي ٻڌاءِ نہ ڇا لڪايو اٿئي — اهڙي نموني تنگ ڪندو سانءِ جو ياد ڪندين —“

مان ٻڪڙي پنهنجي هٿ هنن جي ڪلهن تي رکيا هوءَ ڇرڪ ڀري اٿي، ڏڪي ڏڪي، ڀڄي وئي. رڳي ٻ مان ڪا شيءِ ڪري— مان ڏڪي وڃي اهـا شيءِ کڻي. اها هئي— (مصريءَ جو ٽڪرو)— جيڪا هن مون کان لڪائي ٿي.

ترجمو: رانجهو جمالي



# آپ گهات

زاهد جي طبيعت ئي اهڙي هئي جو هرڪو ان کان متاثر هو. هن ٢٥ ورهين جي عمر ۾ شادي ڪئي. شادي ڪرڻ وقت هن وٽ ڏهه هزار روپيا موجود هئا شادي جو خرچ ٥ هزار آيس ۽ اوترائي بچي پيس.

زاهد ڏاڍو خوش هيو. هن جي زال سگهڙ ۽ سهڻي هئي ۽ زاهد کي ساڻس بي پناه محبت ئي وڌي، ۽ هوءَ ڪسر نه گهٽائيندي هئي. ٻئي پاڻ کي جنت ۾ محسوس ڪندا هيا.

هڪ سال ڪانپوءِ هنن کي هڪ ڌيءَ ڄائي جيڪا هوبهو ماءُ تي ويل هئي. سهڻيون سهڻيون اکيون، ننڍڙا ننڍڙا خوبصورت چپ هن ڇوڪري جي نالي رکڻ ۾ ٻنهي کان دير ٿي وئي هو سوچي رهيا هئا ته ڪنهن فيصلي تي نٿا پهتا. ٻنهي کي پنهنجا چونڊيل نالا پسند ڪونه هئا. زاهد جي زال چاهي پئي ته سندس مڙس ڪو نالو رکي.

زاهد ڪافي ڏينهن سوچ ويچار ڪئي پر هن کي ڪو موزون نالو سمجهه ۾ نه آيو جيڪو هو پنهنجي ڌيءَ تي رکي. هن جڏهن زال کي چيو ته نالي رکڻ لاءِ تڪڙ ڪهڙي. سوچي نالو رکنداسين پر سندس زال

جو اسرار هجو ته جلد ٽالو رکڻو وڃي.

"في الحال ايئن ٿيو ٿي سگهي ته اسين صرف ان کي ڏيئي ڇڏيون" "نه ته ڇڙبو آن ڇا؟ ٿئين وري ڪيئن ٿيندو".

"ته پوءِ تون ئي ڪو ٽالو ڇولڊ"

"نه نه اهو تنهنجو ڪم آهي"

"ته پوءِ ٿورا ڏينهن انتظار ڪيو. مان ڪتابن جو مطالعو ڪيان متان ڪو ٽالو ملي وڃي. مون کي يقين آ ضرور ملندو"

"ڪل جهڙي ڳالهه ڪريو پيا. مون اڄ تائين اهو ناهي ٻڌو ته ڪو ٽالي رکڻ لاءِ ڪتاب پڙهڻا پوندا آهن"

"منهنجا دوست ته اڪثر ايئن ڪندا آهن ۽ سڀئي ٽالا رکي ويندا".

"جي اهڙي ڳالهه آهي ته پوءِ وڃي آ لغتون ۽ ڪتاب" "پيسا ڪٿان آڻيان؟"

" منهنجو پرس الماري ۾ پيل آهي انهيءَ مان پيسا ڪڍ"

زاهد ماٺ ماٺ ۾ الماري کولي پرس مان پيسا ڪڍي ماٺ ماٺ بازار ڏانهن روانو ٿيو.

هو ڪتابن جي هڪ دڪان تي ويو ۽ ڪيئي قسم جا ڪتاب ۽ لغتون ڏٺيون. ۽ ليٺ هڪ خاص قسم جي لغت خريد ڪري رستي رستي ان ئي پڙهندو ٿي آيو ته کيس هڪ دوست مليو جنهن کيس

ٻولن جي دڪان تي وٺي ويو. ان وٽ ڪيس هڪ ڪلاڪ لڳي ويو ڇو جو سندس اهو دوست ڪافي عرصي بعد مليو هو. جڏهن هن کي اها خبر پئي ته زاهد کي ڌيءَ ڄائي آهي ته هن تجوري کولي ١١ روپيا ڪڍي زاهد کي ڏنا ۽ چيائين "ڌيءَ کي ڏجان ته تنهنجي چاچي ڏنا آهن. ۽ ها نالو ڇا رکيو اٿو انجو"

زاهد هٿ کي ڏسڻ لڳو. هن جو دوست جوڙا صاف ڪندي چوڻ لڳو. دار نالي رکڻ ۾ ڪهڙي دير تي لڳي- "سمونڊ، شاهونڊ، شريفان يا الماس"

زاهد ورائيو- "اهي سڀ بڪواس آهن پراڻا نالا آهن-"

"ڏسنداسين ته اوهين ڪهڙي بڪواس ڏا ڪريو. ۽ ها ننڍڙي جي ڏٺي حياتي وڏائي باقي نالي ته رکڻ تي ڪهڙو فرق ٿو پوي.

رستي تي هو هلندو به رهيو ۽ سوچيندو به رهيو-۽ هن کي لڳو ته اها لغت ڦٽي ڪري ۽ زال کي چئي ته نالي ۾ رکيو ڇا هي خدا سندس حياتي وڏائي.

مختلف خيالن جي محور ۾ قائل هو ۽ هن جي دل تيزي سان ڌڙڪي رهي هئي. هن سوچيو سندس ذهن ۾ خراب خيال پيا اچن. ٿوري هلڻ کانپوءِ هن جي طبعيت وڌيڪ خراب ٿي وئي. هن چاهيو ته اڏامي گهر پهچي ۽ ڌي جي پيشاني چمي، پاڪر پائي.

هو تور تيز وکون کڻندو هلندو رهيو. پر ٿورو

پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هو ٿڪل لڳو ۽ هڪ دڪان جي ٿلهي تي ويهي رهيو. ايتري ۾ سندس آڏو هڪ ٽانگو لنگهيو ۽ هن کي روڪائي ان ۾ چڙهي پيو— هل هل جلدي هل مونکي جلدي گهر پهچڻو آهي. پر گهوڙو ڏاڍو سست نڪتو. هن ڪيئي دفعا ٽانگي واري کي دهايو پر سڀ بي سود. پهريون ته ٽانگي وارو دٻ برداشت ڪندو رهيو پر جڏهن هن کان وڌيڪ برداشت نه ٿي، ته هن کي ٽانگي مان لاهي ڇڏيو ۽ ڀاڙو به نه ورتو. زاهد وڌيڪ ششدر ٿي ويو هن کي جلد گهر پهچڻو هو. ايتري ۾ هڪ ٻيو ٽانگو لنگهيو ۽ هو ان ۾ چڙهي ويو.

گهر ۾ داخل ٿيندي ئي ڄمي ويو. ڇا ٿو ڏسي ته سندس اڱڻ ۾ عورتن جو ميڙ لڳو پيو آهي جن کي پاڙيوارون هيون. هو دروازي تي ئي ڄمي ويو. هڪ عورت ٻيءَ کي چئي رهي هئي- "مشڪل سان ڄڻيائين- ٻچي دورو سخت پيو اٿس-"

هو تيزي سان ڇرڻ وانگر اندر ڪمري ڏانهن ڀڳو. سندس زال جي رڙ ٻڌي دهلجي ويو- "هاءِ منهنجي ٻچڙي مري وئي." ۽ هن جي زال بي هوش ٿي وئي. سڀ عورتون اندر گهڙي آيون. هڪ عورت جي مڙس کي ڪار هئي. اهو نڪرو ڊاڪٽر کي وٺي آيو. سندس زال کي هڪ ٻه انجڪشن لڳايا ويون. جنهن کان پوءِ هن کي هوش آيو.

زاهد سڪتي ۾ اچي ويو هو. هن جون سڀ قوتون ختم ٿي چڪيون هيون. هو اڱڻ تي ڪرسي تي ويٺي لغت کي بغل ۾ ڪري آسمان ڏانهن تڪي رهيو هو. جيئن هو پنهنجي ڌيءُ لاءِ نالي ڳولهڻ ۾ محو هجي. نياليءَ کي دفنائڻ جو پهر آيو ته زاهد ماٺ ٿي ويو. هو هوش ۾ اچي ويو. هن کو ڳوڙهو نه وهايو. ڪفن ۾ ويڙهيل نياليءَ کي کنيو ۽ پنهنجي دوستن ۽ پاڙيسرين سان گڏ قبرستان ڏانهن روانو ٿيو. اتي اڳ ۾ ئي قبر کوٽي وئي هئي. زاهد نياليءَ کي قبر ۾ رکي سندس پير ۾ لغت رکي پوري ڇڏيو. سڀني سمجهيو ته قرآن شريف رکيو ويو ۽ دنگ رهجي ويا. ته اهو ته ڪفر آهي، پر زاهد کي ڪنهن به ڪجهه نه چيو صرف پنهنجي منهن ۾ پڙڪندا رهيا.

نياليءَ کي پوري جڏهن زاهد گهر پهتو ته کيس پتو پيو ته سندس زال کي سخت بخار آهي.

جلدي ڊاڪٽر گهرايو ويو. ان ڏسندي ئي زاهد کي چيو ته حالت سخت خراب آهي ان ڪري ڪجهه يقين سان چئي نٿو سگهجي. زاهد مٿان ڄڻ بجلي ڪري هجي. پر هن حوصلو ڪري ڊاڪٽر کان پڇيو.

"مرض ڪهڙو آهي ؟

"گهڻا مرض ڪٺا ٿيا آهن. هن کي هڪ سخت صدمو پهتو آهي. ٻيو هن جي دل ڪمزور آهي. ٽيون

ته هن کي هڪ سو پنج ڊگري بخار آهي" ڊاڪٽر سهون هيون. دوا ڏني. پر حالت نه سڌري.

ڏهن پندرنهن ڏينهن بعد هن کي ٿورو هوش آيو. زاهد سک جو ساهه کنيو ۽ سندس پياري زال کيس پاڻ ڏي سڏ ڪري ڪمزور آواز ۾ چيو— "منهنجو هاڻي پوڻو وقت اچي ويو آهي. مان چند گهڙين جي مهمان آهيان" زاهد جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا.

"هي تون ڪهڙيون ڳالهيون پئي ڪرين. خدانخواسته جيڪڏهن توکي ڪجهه ٿي ويو ته مان ڪيئن جيئرو رهندس" هن جي زال هن ڏي ڏٺو، "اهي سڀ چوڻ جون ڳالهيون آهن. مان مري ويس ته ٻي ايندي. خدا اوهان جي وڏي ڄمار ڪري—۽—

هن هڪ هڏڪي ڏني ۽ هڪ سيڪنڊ اندر هن جو روح پرواز ڪري ويو. زاهد ماٺ ۽ صبر ڪيو ۽ ڪفن دفن کان واندو ٿي رات جو گهر کان ٻاهر نڪتو ۽ ريلوي ٽائيم ٽيبل ڏسي ريلوي لائين جو رخ ڪيو. رات جو ساڍي نائين بجي گاڏي اچڻي هئي. هن سوچيو ته ريل جي پٽڙي تي ليٽي پوندو ۽ ريل هنجو انت آڻي ڇڏيندي.

مونکي ڊگهي ڄمار جي گهرج ڪانهي— هي زندگي جيترو مختصر ٿي وڃي اوترو چڱو. مان وڌيڪ صدمان سهڻ جهڙو ناهيان رهيو"

هو جڏهن ريلوي جي پٽڙي تي پهتو ته هن کي پري کان ريل جي روشني نظر آئي. پر هو اڃان پري هئي. هن سوچيو ته جڏهن ويجهو ايندي هو لهي پوندو. گاڏي ويجهو اچي وئي هئي.

زاهد اڳتي وڌيو پر اوچتو هن ڏٺو ته هڪ ماڻهو ڪٿان ظاهر ٿيو ۽ ريل جي پٽڙي جي وچتي اچي بيٺو.

ريل گاڏي تيز رفتار سان اچي رهي هئي. هو تيزي سان ڀڄو ۽ ان شخص کي ڌڪو ڏئي پٽڙي تان هٽائي ڇڏيو.

گاڏي هلي وئي. زاهد هن ماڻهو کان پڇيو. "ڇاتون آپگهات ڪرڻ چاهين پيو؟"

"ها"

"پر ڇو"

"ان لاءِ جو هاڻي صدمن سهڻ جي سگهه نه رهي آهي" زاهد کيس همت ڏياريندي وراڻيو.

"پيارا! زندگي زندگي زنده رهڻ جو نالو آهي ان کي چنگي نموني گذار. آپگهات بزدلي آهي. پنهنجي حياتي جو پاڻ ئي ڏسائڻ ڪهڙي عقلمندي آهي. اٿ پنهنجي صدمن کي وساري ڇڏ. جي انسان جي زندگي ۾ ڏک نه هجن ته پوءِ خوشيون ڪيئن اينديون هل مونسان گڏ."

ترجمو:- سلطانه ابڙو

# موت

ڇهون جي رستي جي اوهان ڪشمير وڃو ته ڪُڏ کان ٿورو اڳيان هڪ ننڍڙو ڳوٺ ايندو. اتان جي آب هوا تمام سٺي آهي. هتي سلهه جي مريضن لاءِ هڪ سينيٽوريم پڻ آهي. هونئن ته اڄ کان ٽ نو سال اڳ هن ننڍڙي شهر بٽوت ۾ پورا ٽي مهينا رهي ويو آهيان ۽ جواني جي دور ۾ هڪ عدد ناڪام پيار جي ڪهاڻي به مونسان ڳنڍيل آهي. پر هن ڪهاڻي سان منهنجي ڪنهن ڪمزوري جو تعلق نه آهي.

ڇهه ست مهينا ٿيا آءٌ هڪ دوست جي گهر واريءَ جي مزاج پرسي ڪرڻ لاءِ انهي سينيٽوريم ۾ ويٺو هوس جيڪا زندگي جي ساگر ۾ آخري هڏڪيون ڏئي رهي هئي منهنجي اتي پهچڻ سان هڪ مريض گذري ويو. ويچاري پدما جيڪا موت کي سامهون ڏسي ڏاڍو ڊنل هئي سان ويتر ڊڄي وئي مون کي خبر نٿي پوي پر منهنجو پنهنجو خيال آهي ته اهو صدق اتفاق آهي جو ڇهن ڏينهن ۾ ٻيا مريض به گذاري ويا. جيئن ئي ڪو بسترو خالي ٿئي پيو ٽهل ٽڪور ڪندڙ شخص کان آهون نڪري ٿي ويون. سڄي

سينيٽوريم ۾ ڄڻ راڪاس گهمي ٿي ويو هر طرف ماٺ ئي ماٺ. اهي مريض جيڪي اميدن جي ڪچي ڌاڳي کي وٺي جي رهيا هئا سي مايوسين جي اٿاهه ساگر ۾ لهي ٿي ويا.

منهنجي دوست جي زال ته هٿن مان اکري ٿي وئي. ان جي سنهڙي چپڙن تي موت پاڇا جهمر هڻڻ لڳندا هئا. هن جي نيرن ڏيٺن ۾ رحم ڀري آس جهلڪڻ ٿي لڳي.

ٽئين مريض جي مري وڃڻ کان پوءِ مان وراڻدي ۾ ويهي زندگي ۽ موت بابت سوچڻ لڳس. موت هڪ تمام بي‌مري شيءِ آهي. اوهان ڇڱا ڀلا جي رهيا آهيو ڪٿان کو مريض آيو ۽ مري ويو ته اوهان ته ڄڻ مري ويا افسانوي نقطه نظر سان زندگي جي اها پڇاڙي ٺيڪ ته ڪونهي.

وراڻدي مان اٿي سينيٽوريم ۾ اندر داخل ٿيس ۽ مس ئي ڏهه پندرنهن، وکون کنيون هوندم ته پويان آواز آيو،

”دفنائي آيا نمبر ٢٢ کي“

پٺ ورائي مون ڏٺو. سفيد بستري تي ٻه ڪاريون اکيون مسڪرائي رهيون هيون.

اهي اکيون-پوءِ مونکي ڏيهر سان ڇالاءِ پئي ته اهي اکيون هڪ بنگالي عورت جون هيون. جيڪا منهنجي وارڊ ۾ ٻين کان الگ ٿلهگ نموني سان موت جو اوسيئڙو ڪري رهي هئي.

هن جڏهن اهو چيو هو ته دفنائي آيا نمبر ٢٢ کي ته مونکي ائين محسوس ٿيو هو ته اسين هڪ انسان کي نه پر ڪنهن نمبر کي دفنائي آيا هجون. ۽ سچ پڇو ته ان مريض کي قبر ۾ دفنائڻ وقت منهنجي دماغ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ به اهو احساس پيدا نه ٿيو هو ته هو ڪو هڪ انسان هو ۽ ان جي موت سان هن دنيا ۾ ڪو خال پيدا ٿيو هجي.

وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ خاطر جڏهن مان ان بنگالي عورت وٽ ويس جنهن جون ڪاريون اکيون اهڙي خطرناڪ بيماري هوندي به چمڪي رهيون هيون هن مرڪندي چيو هو، "منهنجو نمبر چار آهي—" اهو چئي هن اڇي چادر جي ڪنجن کي درست ڪندي ٻي ڏي ۽ پنهنجائپ واري لهجي ۾ ورائيو هو،

"اوهان مردن کي ساڙڻ ۽ دفنائڻ ۾ ڏاڍي دلچسپي رکو ٿا."

مان بي خيالي وچان جواب ڏنو، ”نه اهڙي ته ڪا ڳالهه ناهي.“

ان کان پوءِ ڳالهه ٻولهه بند ٿي ويئي ۽ مان پنهنجي دوست وٽ هليو ويس.

ٻئي ڏينهن روزانو جي عادت مطابق باغ جي سير ڪرڻ لاءِ نڪتس. ٻاهر هلڪي هلڪي بوندا باندي ٿي رهي هئي، ان ڪري موسم تمام حسين ۽ پياري ٿي لڳي. ٿڌڙي ٿڌڙي هير گهلي رهي هئي. ڊگها ڊگها ساوا ساوا وڻ هوا جي گهلڻ ڪري ۽ خوبصورت موسم ڪري خوشي وچان جهومي رهيا هئا. نيري نيري دنڌ ۾ ڍڪيل ٽڪريون ڪيڏيون نه خوبصورت لڳي رهيون هيون، هر طرف سهڻائپ پکڙيل هئي. اهڙي سهڻائپ جنهن کي ڪو چور نه چورائي سگهي.

سير ڪري جڏهن سينيٽوريم ۾ واپس آيس ته سڀني جا منهن لٿل ڏسي سمجهي ويس ته هڪ نمبر ٻيو ويو، ٻارهون نمبر يعني پدما.

ٻاهر برسات وسي رهي هئي ان ڪري سڪل ڪاٺين گڏ ڪرڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي بهرحال ويچاري کي باهه جي حوالي ڪيو ويو، منهنجو دوست اتي ئي ويٺو رهيو ۽ مان سينيٽوريم ۾ اچي سامان کي

سمهڻ ۾ لڳي ويس. سمنڊورڊم ۾ گهڙندي ئـــي ان بنگالي عورت جو آواز آيو هو.

"ڪافي دير لڳائي ڇڏي اوهان ـــ"

"جي ـــ برسات ڪري سڪل ڪاٺيون نٿي مليون ان ڪري دير ٿي وئي."

"پوءِ هنڌن تي ته ڪاٺين جا دڪان ٿين ٿا پـــر مون ٻڌو آهي ته هتي پاڻ ڪاٺيون ڪٺيون ۽ گڏ ڪرڻيون پونديون آهن"

" جي هـــا ! "

" ٿوري دير لاءِ ويهو ـــ"

مان ان وٽ اسٽول تي ويهي رهيس. ته هن هڪ عجيب غريب سوال ڪيو.

"ٻولهندي ٻولهندي جڏهن اوهان کي ڪو ڪاٺي جو سڪل ٽڪر ملندو هوندو ته اوهان ڏاڍا خوش ٿيندا."

هن منهنجي جواب جو انتظار ڪرڻ بنان ٻـي ٻيو سوال ڪيو.

"موت جي باري ۾ اوهان جو ڇا خيال آهي؟"

"مون ڪيتي دفعا سوچيو آهي پر سمجهي نه سگهيو آهيـــان."

هوءَ دانشورن جهان مرڪي ۽ پراڻي انداز ۾ چوڻ لڳي، ”مان ٿورو ٿورو سمجهي ويئي آهيان— ڇو ته مان پنهنجي اکين اڳيان ڪيئي موت ڏٺا آهن. ايترا ته موت ڏٺا آهن جو اوهين سڄي عمر ڏسي نه سگهو. مان بنگال جي آهيان— اهو بنگال— جنهن جو ذڪر آهي. اوهان کي ته ڄاڻ هوندي ته— اتي ڏڪر وگهي ڪيترا لکين ماڻهو مري چڪا آهن. ڪافي ڪهاڻيون ڇپيون آهن سوين مضمون لکجي چڪا آهن. موت جي ان بازار ۾ مون موت متعلق سوچيو.

”ڇا؟“

هن اهڙي ئي انداز سان جواب ڏنو. ”هڪ ماڻهو جو ختم ٿي وڃڻ ئي موت آهي. هڪ لک ماڻهن جو مرڻ تماشو آهي. سچ ٿي چوان، موت جو جيڪو خوف منهنجي دل ۾ اڳ هوندو هو سو هينئر بلڪل نڪري چڪو آهي— هر بازار ۾ جيڏانهن ڪيڏانهن ڏه پارنهن موت نظر ايندا رهن ٿا. ته ڇا موت جو اصلي تصور ختم ٿي نه ويندو. مان اهو سوچيو آهي ته ايترن گهڻن موتن تي روئڻ فضول آهي.

بيوقوفي آهي— اول ته ايترن ماڻهن جو مرڻ ئي وڏي بيوقوفي آهي—!“

مون دل ۾ ڪڙهندي فورن ورائيو

"ڇا لاءِ ؟"

"ڪنهن جي بيوقوفي هجي— پر آهي بيوقوفي" هڪ پڙهيل شهر مٿان بم ڪيرايو— ماڻهو مري ويندا ڪوهن ۾ زهر وجهي ڇڏيو— جيڪو به ان جو پاڻي پيئندو اهو مري ويندو. ڏڪر، جنگ، بيماري سڀ واهيات شيون آهن. انهن ۾ مرڻ ائين آهي. جيئن مٿان ڇت ڪري پوي. انسان کي مارڻ ڪجهه ڪونهي پر ان جي فطرت کي مارڻ وڏو ظلم آهي."

اهو چئي هوءَ ڪجهه دير لاءِ ماٺ ٿي وئي. پر پوءِ پاسو ورائي چوڻ لڳي، "منهنجا خيال پهريون اهڙا نه هئا. سچ پڇو ته مونکي سوچڻ سمجهڻ جي ڪاگهرج ئي نه هئي. هر ڏکر مونکي بلڪل نئين دنيا ۾ اچي ڦٽو ڪيو." وچ ۾ ڳالهه بند ڪري هن مونکي ڏٺو. مان هن کي ڳالهين کي پنهنجي ذهن ۾ قيد ڪري رهيو هوس ۽ هن جي ڳالهين کي لکي رهيو هوس.

"هي اوهان ڇا لکي رهيا آهيو؟"

مون صاف صاف ڪيس ٻڌايو ته مان افسانا لکندو آهيان جيڪي ڳالهيون مونکي دلچسپ لڳنديون آهن سي نوٽ ڪندو آهيان.

"اهو نه ڏاڍو سٺو مان توکي پنهنجي پوري ڪهاڻي ٻڌائيندس."

ٽن ڪلاڪن ۾ هوءَ سنهڙي آواز ۾ پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندي رهي- مان غور سان اها ٻڌندو رهيس-- ۽ مان هاڻي ان ڪهاڻي کي پنهنجي زبان ۾ بيان ڪيان ٿو. غير ضروري تفصيل کان پاسو ڪندس.

بنگال ۾ جڏهن ڏڪر پيو ته سڪينه کي سندس پيءُ هڪ مفلس ماڻهو وٽ ٥٠٠ روپين ۾ وڪڻي ڇڏيو هو، اهو دور هيو جنهن ۾ ماڻهو ڏڙا ڏڙ مري رهيا هئا. اهو شخص سڪينه کي لاهور وٺي آيو ۽ هڪ هوٽل ۾ اچي رهيا. هن شخص چاهيو ته هو سڪينه مان پيسا حاصل ڪري- ۽ هوءَ ان لاءِ مجبور هئي سواءِ چند ڳوڙهن ڳاڙڻ لاءِ- پر هن جو سودو طئي ٿيندو رهيو هوءَ ان ڌنڌي جو ذهن ۾ تصور ڪري ڇرڪي پوندي هئي.

جڏهن هوءَ ڪلڪتي کان لاهور آندي پئي وڃي ته هن کي ڄاڻ هئي ته هن سان اتي ڪهڙو حشر ڪيو ويندو. باشعور ڇوڪري هئي ان ڪري هن کي پتو هو ته هن کي هڪ سڪي جيان هر هڪ وٽ اڇليو ويندو. پر هوءَ ڪري به ڇا ٿي سگهي. هوءَ ته ان قيدي جيان هئي جيڪو رحم جي تار ڪرڻ کان پوءِ معافي نه ملڻ ڪري ڪنهن اهڙي اتفاقي حادثي جي آس ۾ هوندو

جنهن جي ڪري جان ڇٽي هئي. هي حادثو ته ٿيو پر هوشياري ڇڏي جو هوءَ ڪاري رات جي سهاري ۾ هوءَ ان مرد کان ڪسائي هوٽل کان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

هاڻ لاهور جا روڊ هئا ۽ ان لاءِ نوان نوان خطرا سامهون هئا. هن سمجهيو ٿي ته شهر جو هر شخص هن کي کائي ويندو. خاص ڳالهه ته هن جي جواني لڪڻ واري شيءِ ئي ڪانه هئي. هن ڪنهن جون نظرون ائين کپي ٿي ويون ڄڻ برمي سان ان ۾ ڪو سوراخ ڪندو هجي. سون چاندي جي ڳالهه هجي ها ته ماڻهن کان لڪائي وٺي. پر جواني کي ڪٿي لڪائي. ڪنهن به وقت کيس ڊپ هو ته ڪو ڪانئس کسي نه وٺي.

ٽي ڏينهن ٽي راتيون هوءَ ائين ئي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪندي رهي. بک ۾ سندس ساه گهٽجڻ لڳو. مگر هن ڪنهن جي آڏو پنهنجو هٿ نه ڊگهيريو. ڇو جو هن کي ڄاڻ هئي ته اهو ڊگهيريل هٿ سندس عزت ڏانهن وڌي سگهي ٿو ۽ هوءَ ڪنهن اونداهي ڪمري ۾ وٺي ٿي ويو. دڪان ٿي سينگاريل ماڻهون هوءَ ڏسي رهي هئي. هوٽلن ۾ ماڻهو وڏا وڏا گرھ کڻي رهيا هئا. هن جي چوڌاري هرطرف کاڌي پيتي جي شين جو ڍيرو بي دردي سان استعمال ڪيو ٿي ويو. پر اهي کاڌا صرف ٻين لاءِ هئا. ان لاءِ نه.

هن کي ڀريون ڏنو ڪاڏي جي اهميت جو پتو پيو- ڀريون هن کي ڪاڏو ملندو هو ۽ هو ڪاڏي سان ملڻ لاءِ بيقرار هئي. چئن ڏينهن جي ٻڪ هن جي هر عضوي کي ڍلو ڪري ڇڏيو هو.

چوٿين ڏينهن هڪ گهٽيءَ مان وڃي رهي هئي ته اوچتو هن جي دل ۾ ڪهڙو خيال آيو ۽ هوءَ هر گهر اندر گهڙي وئي. پر گهڙندي ئي هن کي خيال آيو ته مٿان ڪو پڪڙي نه وٺي ۽ پوءِ— سڀ ڪجهه— هليو وڃي—

هن جي جسم مان طاقت نڪري وئي هئي—سوچيندي سوچيندي هوءَ اڳتي ۾ اچي بيٺي- ۽ ٻه دلا ڏٺا ۽ ان جي پر ۾ ئي ميووي جو وڏو ٿالهه پيل هو. صوف— ناسپاتيون— ڏاڙهون— هن سوچيو ڏاڙهون ٻڪواس آهي. صوف ۽ ناسپاتيون ٺيڪ آهن. دلي مٿان هڪ پيالو پيل هو مٿان ڍڪڻ لاٿو ته ملائي پيل هئي. هن بغير سوچڻ سمجهڻ جي جلدي جلدي ڍڪ پيڻ لڳي. سڄي ملائي هن جي پيٽ ۾ منتقل ٿي وئي- ڪنڊو نه راحت ڏيندڙ وقت هو. پاڇي وئي ته ڪنهن ٻئي جو گهر آهي- اتي ئي ويهي صوف ۽ ناسپاتيون کائڻ لڳي. اوچتو هن کي ڇا ٿي ويو. الٽي اچڻ لڳي. مٿو ڦرڻ لڳو ۽ پيٽ ۾ سور پوڻ لڳو. هوءَ اتي ته ڪنهن جي ڪنگهڻ جو

آواز آيو- هوءَ اٿڻ پڄڻ لڳي. پر مٿو ڦري ويس ۽ ڪري، بيهوش ٿي وئي.

جڏهن ڪيس سامت آئي ته هڪڙي صاف سٿري اڇي بستري تي ليٽيل هئي. سڀ کان اول ڪيس اهو خيال ايريو ته ڪٿي سندس عزت ته نه لٽجي وئي آهي. پر ٿوري دير بعد مطمئن ٿي وئي ته خير آهي. اڃا ڪجهه وڌيڪ سوچڻ ڏي لڳي هئي ته ڪيس هڪ هڏن جو پڃرو ڪنگهندي ڪمري ۾ داخل ٿيندي نظر آيو.

سڪينه پنهنجي ڳوٺ ۾ ڏڪر وچان ماڻهو مرندي ڏٺا هئا پر هي شخص سڀني کان مختلف هو. رحم هن جي اکين مان ڇٽي رهيو هو پر هن ۾ ڪاڏي جي ڪا آس نظر نه آئي.

سڪينه کي ڏسي ٿڪل ڪڻندو هو پر ڏٻل وري اهو شخص هو. هو ڏڄندي ڏڄندي، ڇرڪندي ڇرڪندي هن کي چوڻ لڳو، ”جڏهن تون سڀ شيون ڪائي رهي هئين ته مان توکي پري کان ڏسي رهيو هيس—آف— مون ڪيڏي مشڪل سان پنهنجو پاڻ کي کنگهڻ کان روڪي رکيو هو. ان لاءِ ته تون آرام سان ڪائي سگهين ۽ مان اهو منظر دير تائين ڏسندو رهان. بک ڏاڍي ڀياري شيءِ آهي. پر هڪ مان آهيان جو ان نعمت کان محروم آهيان ائين چوڻ ٺيڪ نه ٿيندو ڇو جو هٿ وڌي مون پاڻ بک کي ماريو آهي.

سڪينه ڪجهه به سمجهي نه سگهي. اما هڪ ڳجهارت هئي، جوڪا پڇندي پڇندي هڪ ٻي ڳجهارت بڻجي ٿي وئي. پر ان هوندي به سڪينه کي اهي ڳالهيون دلچسپ لڳيون جنهن ۾ انسانيت جي گرمائش هئي. هن به اهڙي نموني پنهنجي سچي ڪهاڻي هن کي ٻڌائي ڇڏي. هو به بس ڪري هن کي ٻڌندو رهيو. هن تي ڪو اثر ئي نه ٿيو. جڏهن سڪينه هن جو شڪريو ادا ڪيو ته هن جون اکيون جيڪي ڳوڙهن کان بي‌نياز هيون سي افسوسناڪ ٿي ويون ۽ پريل آواز ۾ چيو- ”تي ئـي رهي پئه سڪينه—— مان سالهه جو مريض آهيان—— مونکي ڪوبه ڪاڏو سٺو نٿو لڳي—— ڪوئي ميوو سٺو نٿو لڳي—— تون ڪائجانءه ته مان توکي ڏسندو رهندم. اهو ئي ڪافي آهي-“

پر جلد هو ڪلي ويٺو. ڪهڙي بيوقوفي آهي—— يعني ڪو بيو ڪائي ته ان کي رڳو ويهي ڏساڻ—— ”نه ن—— سڪينه—— هوئن منهنجي خواهش آهي تـه تون هت رهه.“

سڪينه ڪجهه سوچڻ لڳي، ”نه نه——منهنجو مطلب آهي ته اوهون هن گهر ۾ اڪيلا رهو ٿا—— ۽ مان—— ڳالهه اها آهي ته——“

اهو ٻڌي هن کي دلي صدمو پهتو ۽ ڪجهه ڪهڙين لاءِ خاموش ٿي ويو. جڏهن هن ڳالهايو ته هن جو آواز

پرنسپل ۾ ڪوڪلو هو — "مان ڏهن سالن تائين اسڪول ۾ نياڻين کي پڙهايو آهي ۽ هميشه مون انهن کي پنهنجيون نياڻيون سمجهيو آهي ۽ تون به منهنجي هڪ نياڻي —"

سڪينه لاءِ رهڻ لاءِ ڪا جاءِ ڪانه هئي تنهنڪري هوءَ ان پروفيسر وٽ رهي پئي.

هو هڪ سال ۽ چند مهينا جيئرو رهيو. انهيءَ عرصي ۾ هو منهنجي آسائش ۽ آرام لاءِ ڪوششون ڪندو رهيو جيڪي مونکي ڪرڻيون هيون.

انهيءَ پروفيسر جي اهڙي سنڀال ڪري هوءَ چند ڏينهن ۾ ٺي چهڪڻ لڳي. هن جي چهڪڻ کان پوءِ پروفيسر هن کان ٿورو پري رهڻ لڳو. پر سندس خاطر تواضع برابر ڪندو رهيو.

پڇاڙڪن ڏهاڙن ۾ اوچتو هن جي طبيعت سخت خراب ٿي پئي. هڪ رات جڏهن سڪينه هن جي پير ۾ ويٺي سمهي رهي ته هو ننڊ مان ڇرڪي اٿيو هو ۽ زور زور سان رڙيون ڪرڻ لڳو هو. "سڪينه — سڪينه"

اهڙيون رڙيون ٻڌي هوءَ ڊڄي وڃي هئي — پروفيسر جي چنچڻين اکين ۾ هڪ رونق هوندي هئي سا غائب هئي ۽ هڪ ڏک جو ساگر ڇلڪي رهيو هو. پروفيسر ڏڪندي ڏڪندي سڪينه جي هٿ کي پڪڙيو "مان مري رهيو آهيان ——— پر هن موت جو مونکي

ڪو رنج نہ آهي ڇو جو ڪيترائي موت منهنجي اندر
۾ ٿيا آهن. تون ٻڌڻ چاهين ٿي منهنجي داستان——
منهنجي ڪهاڻي——ٻڌڻ چاهين ٿي تہ مان ڪير
آهيان؟.... تہ ٻڌ— مان هڪ ڪوڙ آهيان— وڏو تمام
وڏو ڪوڙ— سڄي حياتي پنهنجو پاڻ سان ڪوڙ
ڳالهائيندي ۽ ان کي سچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش
ڪرڻ ۾ گذري آهي— اف— ڪيڏو نہ ايذاءُ ۽ غير
فطري ۽ غير انساني ڪم ڪيو آهي— مون هڪ خواهش
کي ماريو هو پر مون کي اها ڄاڻ ڪانہ هئي تہ هڪ
خون ڪرڻ بعد مون کي ٻيا بہ ڪيترا خون ڪرڻا
پوندا. مان سمجهندو هوس تہ هڪ خواهش مارڻ سان
ڪهڙو فرق ٿو پوي پر پوءِ خبر پئي تہ ٻيون
خواهشون ڪرموري جاڳي پيون آهن. سڪنہ مان
هي سڀ بڪواس ڪيان پيو— فلسفو ڳالهايان پيو—
سڌي سنئين ڳالهہ، اها آهي تہ مان پنهنجي ڪيريڪٽر
کي بلند ڪندو ڪندو پستين جي ڏيہ ۾ ڦاسي پيس—
مان مري ويندس تہ هي اخلاق جيڪو مان بلند ڪرڻ
جي چڪر ۾ سڄي عمر لڳو رهيس هوا ۾ منهنجي
خاڪ بڻجي اڏامندو رهندو— هي سڀ ڇوڪريون جن
کي مون اسڪول ۾ پڙهايو آهي— جڏهن بہ مون کي
ياد ڪنديون تہ چونديون پروفيسر انسان نہ پر فرشتو هيو
جيڪو انسانن ۾ هليو آيو آهي. تون بہ منهنجي نيڪين
کي نہ وساري سگهندين— پر تو کي مان حقيقت ٻڌايان

ته جڏهن ڪان تون هن گهر ۾ داخل ٿي آهين، ڪابه اهڙي گهڙي نه گذري آهي جنهن مان تنهنجي جواني کي پنهنجي نظرن سان نه ڏٺو هجي تصور ۾ ڪيئي دفعا مان تنهنجي چپڙن کي چميو آهي. ڪيترا دفعا مان پنهنجو مٿو تنهنجي نرم ٻانهن تي رکيو آهي. پر هر ڀيري مون کي ان تصوري تصويرن کي پرزا پرزا ڪرڻو پيو.

پوءِ انهن پرزن کي مون ساڙي. انهن جي خاڪ ڏاهي. جيئن انهن پرزن جو نالو نشان ئي نه رهي. مان مري ويندس،

”ڪاش! مون ۾ اهڙي سگهه هجي جو مان پنهنجي ان ٻاهر اخلاق کي هڪ ڏکهي ٻانس جي لڪڙي تي ڪنهن ٻاندر جيان ويهاري ڇڏيان. ۽ هلل ڪري سيني اينڊڙ ويندڙ کي روڪيان ته اچو ڏسو ۽ عبرت حاصل ڪريو.“

ان واقعي کان پوءِ پروفيسر صرف پنج ڏينهن جيئرو رهيو. سڪينه جو بيان آهي ته پروفيسر مون کان اڳ ڏاڍو خوش هو. جڏهن هو زندگيءَ جو پويون ساهه کڻي رهيو هو ته ان سڪينه کي صرف ايترو چيو ”سڪينه مان لالچي ناهيان. زندگي جا هي آخري پنج ڏينهن منهنجي لاءِ ڪافي آهن. مان تنهنجو ٿورائتو آهيان.“

ترجمو ــــ امداد حسين

سنڌي ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن لاءِ هيٺيان دڪان هر وقت اوهان لاءِ کليل

| | | |
|---|---|---|
| (۱) | رائيل ڪتاب گهر | مهراڻ هوٽل لاڙڪاڻو |
| (۲) | پاڪستان بڪ ڊپو | اسٽيشن لاڙڪاڻو |
| (۳) | سڳنڌ ڪتاب گهر | لاڙڪاڻو |
| (۴) | نيشنل بڪ ڊپو | خيرپور ميرس |
| (۵) | مرتضيٰ ابڙو بڪ اسٽور | شڪارپور |
| (۶) | سنڌ ڪتاب گهر | ڪنڌڪوٽ |
| (۷) | سرتاج بڪ ڊپو | ڪنڌڪوٽ |
| (۸) | محمد رفيق | پڊعيدن |
| (۹) | علي احمد | ڪنڊيارو |
| (۱۰) | حبيب الرحمان | جوهي ضلع دادو |

---

درسي ڪتاب، ادبي ڪتاب، اسٽيشنري، ۽ اخبارن لاءِ
اسان اوهان لاءِ هر وقت حاضر

ميرپورخاص جو مشهور ڪتاب گهر

## سنڌ ڪتاب گهر

اسٽيشن روڊ ميرپور خاص

## رائيل پبليڪيشن جا جلدي ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

(۱) ماءُ انتظار ڪندس (ٻيو ڇاپو)

ڪرشن چندر جو هي ڪتاب صرف هڪ هفتي اندر وڪرو ٿي ويو هو. ۽ ڪن سڄڻن کي ملي نه سگهيو بهترين ڇپائي صفحا ۱۰۰ قيمت ۷ روپيه

(۲) نور گهلو جو ترجمو ڪيل پيار ۽ محبت جي موضوع تي پڙهڻ جهڙو ناول

صفحه ۱۱۲ قيمت ۸ روپيه

(۳) امرتا پريتم جون چونڊ ڪهاڻيون

# رابيل پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

۱. ديس ديس جون ڪهاڻيون
۲. ڪهاڻيون - نجم عباسي
۳. ڪهاڻيون - عبدالقادر جوڻيجو
۴. لعل پشپ جون ڪهاڻيون
۵. ڪرشن چندر جون ڪهاڻيون

رابيل پبليڪيشن
پوسٽ باڪس 161 لاڙڪاڻو

